# علي بابا ۔ چاليه چور



[ الحمد لله جو هي ڪتاب موسوم بنام ]

# علي بابا چاليھ چور

( عرف )

# " غيبي خزانو "

پنهنجي اداره اشاعت ڪتب طرفان ڇپائي شايع
ڪري رهيا آهيون •

* مترجم :- *

ماستر الهورايو "طارق" صديقي شڪارپوري

دفعو پهريون ( تعداد ۴۰۰ )

۱۹۷۷ع

قيمت -/4

[ سڀ حق واسطا قائم ]

:- ڇپائيندڙ :-

• رفيق احمد اينڊ برادرس •

بڪ سيلر شاهي بازار شڪارپور •

# * گذارش *

---

جيئن ته هي ناچيز ڪتاب جناب ”توفيق احمد ميمڻ“ جي ارشاد مطابق پنهنجي ڪافي خيالي ذخيرن جي موجودگيءَ ۾ ترجمو ڪري ڏجي ٿو. هن ڪان اڳ ”شيخ چلي“ ترجمو ڪري دوستن اڳيان پيش ڪيو آهي.

اميد ته اڳ وانگر هيءَ به ”علي بابا - چاليه چور“ عرف - غيبي خزانه پسند پوندو. ٢ - براه ڪرم غلطين کي نظر انداز ڪندا. ڇو ته اردو مادري زبان ڪانه اٿم تاهم به ڪوشش وٺي ڪافي محنت ۽ تڪليفن بعد ترجمه ڪري پيش ڪريان ٿو. آهسته آهسته ناچيز جو ٻ سڌارو ٿيندو رهندو.

والسلام

١٥ - آڪٽوبر ١٩٦٧ع

محلا :- پنج پير هاٿيدر
شڪارپور سنڌ.

فقط ناچيز :-

**ماسٽر الهورايو ”طارق“ صديقي**

شڪارپوري

# * علي بابا چاليهہ چور *

## ( عرف )

## • : غيبي خزانو : •

---

* ملڪ فارس جي هڪ شهر ليدس * ۾ ٻہ سڳا ڀائر رهندا هئا. جنهن مان هڪ جو نالو قاسم ۽ ٻئي جو نالو علي بابا هو. پيءُ جي مرڻ بعد ٻنهي ڀائرن کي ڪافي ملڪيت حصي ۾ آئي، ليڪن انهن پنهنجي فضول خرچن جي باعث سڀ مال و ملڪيت برباد ڪري ڇڏيو.

ائين ڪٿي چئجي تہ اجاين خرچن ڪري پنهنجي ملڪيت کي فضول ضايع ڪري ڇڏيو.

---

* ملڪ فارس ڪنهن زماني ۾ شاندار اسلامي رياست هئي. جا ابن العزيز رح جي خلافت وقت جوهر عظيم هئي. انهيءَ رياست اندر هڪ " ليدس " نالي مشهور شهر هو جنان جا ماڻهون اڪثر واپاري ۽ مالدار هئا. ائين ڪٿي چئجي تہ دنيا اندر هي شهر ٻيو نمبر پئرس هو، ۽ عدن جي نار وانگر واپار جو مرڪز هو. جيئن برصغير پاڪستان ڪان اڳ شڪارپور شهر ساري دنيا ۾ مشهور هو. تيئن

جيئن ته قاسم جي وري به شادي خوشحال گهرائي مان تي هئي ۽ سندس سهرو به نهايت مالدار ۽ وڏو واپاري هو . جنهن جي مرڻ کان پوءِ سمورو مال و اسباب به قاسم جي هٿ آيو . جنهن مان هو ڪاروبار وغيره ، ڪري پنهنجو گذارو سٺي نموني ڪرڻ لڳو .

قاسم جي سهري جو ڌنڌو سٺو هو ، انهي ڪري سهري جي وفات بعد هن جي اچان به وڌيڪ قسمت کلي ، جو ڏينهون ڏينهن ويو ترقي ڪندو .

ايستائين جو سندس گذارو اميرائي طريقي سان ٿيڻ لڳو . مگر هوڏانهن علي بابا کي به پيءُ جي ملڪيت مان ڪافي

---

" ليدس " شهر به پنهنجي فخر کان گهٽ ڪين هو . تنهن شهر ۾ قاسم ۽ علي بابا نالي به پيائر رهندا هئا .

علي بابا جي نالي تي مصنف جا ڪافي اعتراض آهن . جنهنڪري اسين انهن اعتراضن کان دور رهڻ لاءِ سندس عام راءِ مطابق مشهور نالي " علي بابا " سان پڪاريون ٿا . حالانڪ علي سندس فرزند هو جنهنڪري عليءَ جي پيءُ سان يعني علي بابا جي نالي شهر جو هر فرد کيس پڪارڻ لڳو . جنهنڪري مونکي به انهيءَ نالي تي ترجيح ڏيڻي پيئي .

" طارق " صديقي شڪارپوري .

حصو مليو ، جو حصو هن عيال تي خرچ ڪري پاڻ کي مفلس بڻائي ڇڏيو . سندس گهر واري بہ هڪ غريب خاندان مان هئي ، انهيءَ ڪري هو عام حيثيت ۾ بہ ڪان وڌيڪ مفلس ۽ غريب هو . جنهنڪري مجبورن پنهنجي عيـــال سميت زندگي گذارڻ واسطي جهنگل ۾ ڪاٺيون ڪرڻ ويندو هو جتان ڪاٺيون گڏ ڪري گڏهن تي ڪٽي شهر ۾ وڪڻندو هو .

هڪڙي ڏينهن جي ڳالهہ آهي تہ جڏهن علي بابا دستور مطابق ڪاٺيون ڪرڻ لاءِ جهنگل ۾ ويو . تہ انکي مسلح سوار ڏسڻ ۾ آيا جتي خيال ٿيس تہ هي سوار مبادا چور نہ هجن ۽ منهنجا گڏه نہ کسي وڃن . انهيءَ ڪري هن پنهنجا گڏه گهاٽن وڻن جي طرف هڪليا ۽ بذات خود هڪ اهڙي وڻ تي چڙهي لڪي وينو جتان هو نہ فقط انهن سوارن کي چڱيءَ طرح ڏسي رهيو هو ، بلڪ سندن گفتگو بہ چٽي طرح ٻڌي ٿي سگهيو .

جڏهن هو سوار انهيءَ تڪ ڙيءَ جي هيٺيان ٿي هيٺيان پهتا جنهن جي ويجهو وڻ تي علي بابا لڪيل هو . هن انهن کي ڏسڻ سان سندن لباس خواه وضع قطع مان سهي ڪري ورتو تہ هي ضرور بہ ضرور ڌاڪو آهن . جن جو پيشو صرف ڦرلٽ آهي ۽ ضرور ڪنهن قافلي کي

ڦري آيا آهن . تاڪ لٽ ڦر جو مال و اسباب ڪنهن پوشيده جڳهه تي رکي سگهن .

هاڻي علي بابا جو اهو خيال بہ درست نڪتو ۽ انهن ڌاڪن انهيءَ وڻ جي هيٺيان گهوڙن کي ٻڌي لٽ ڦر جو سامان جو آندو هيائون . سو سمورو سامان خرجينن مان ڪڍي ڪلهن تي کڻي پهاڙ جي طرف هليا ۽ هڪڙي جڳهه تي پهچي "سم، سم، سم" جا ٽي دفعا آواز ڪيائون ۽ ان آواز چوڻ سان هڪ ڪليل دروازو نمودار ٿيو ۽ هي سڀ ان ۾ داخل ٿي ويا . ڪافي دير تائين اندر رهيا .

علي بابا وڻ تي ويٺي اهو خيال ڪيو تہ چو نہ انهن مان ڪي گهوڙن کي هڪ رسيءَ سان ٻڌي گڏهن سان گڏ ليبس شهر ڏانهن وڃڻ گهرجي . مگر وري هن پيو خيال ڪيو تہ چو نہ اها سموري واقفيت حاصل ڪرڻ گهرجي . علي بابا اڃان اهڙن لهہ وچڙ جي خيالن ۾ محو هو تہ ڌاڪو وري ان غار مان ٻاهر نڪتا . جنهن ۾ سڀ کان اڳ ڌاڪن جو سردار هو . جڏهن سڀ نڪري چڪا تڏهن انهن جي سردار وري "سم، سم، سم" چئي چيو تہ "بند ٿي وڃ" ! تہ هڪدم دروازو بند ٿي ويو ۽ پوءِ سڀ پنهنجي سردار سان گڏ گهوڙن تي چڙهي جنهن طرف کان آيا هئا تنهن طرف ڏانهن روانا ٿي هليا ويا .

جڏهن علي بابا جي نظرن کان اصل غائب ٿي ويا تڏهن هن غريب مس مس الله ، الله ڪري پنهنجا پير زمين تي لاتا ۽ ان پهاڙ جي ويجهو وڃي هيڏانهن هوڏانهن ڏسي ڇوڻ لڳو ته ڪلي وڃ " سم، سم، سم " ته هڪدم دروازو پنهنجو پاڻ ڪلي پيو .

دروازي ڪلڻ شرط اندر داخل ٿي ويو . هي اڃان اندر داخل مس ٿيو ته دروازو پنهنجو پاڻ بند ٿي ويو ، مگر ان ڪرشمي جو اثر علي بابا جي دل تي ڪونه ٿيو ڇو ته دروازي کلڻ جي ڪيس ساڳي ترڪيب استعمال ڪرڻي هئي جا بحافظي ياد هئي . هي اندر گهرڻ سان ڇا ڏسي ته سبحان الله هي ته نفيس ۽ شاندار نموني سان محلات ٺهيل آهي . ايئين ڪٿي هنجي ته ڪو اسيمبلي هال لڳو پيو آهي .

علي بابا حيران ٿيو ته انهن ڀاڪن اهڙو محل ڪهڙي طريقي سان هن پهاڙ کي کوٽي اندر ٺاهيو ويو آهي . وري هر طرف جو هزارين نه پر لکين روپين جو سامان پيل ڏٺو انکانسواء ڇمڙي جون بيشمار ٿيلهيون جن ۾ چاندي ۽ سون جون اشرفيون پيل هيون انهن ٿيلهين کي ڏسڻ سان ازخود شڪارپوري پنساري ياد اچي رهيا هئا . ڇو ته اڪثر ڪري پنساريء جي دوڪان تي ٻه ڳوڻ جون ٿيلهيون نظر اينديون آهن . جن ۾ هيڊ ۽ هريڙن کانسواء هر قسم

جو سامان پيل هوندو آهي . تيئن هن محل جي اندر اهڙي فضا لڳل هئي ، تفاوت صرف ايترو هو جو ڌاڪن جو محل هريڙن ۽ هيڊ ڪان پاڪ هو ۽ هي پر پاڪ مگر غيبي خزاني سان پرپور هو . جو خزانو قدرت غريب ، مفلس ۽ بيڪس علي بابا کي بطور صبر جي پنهنجي دست ـ راه سان عنايت فرمايو هو . هن غيبي خزانو ڏسي پنهنجا ڪمزور عضوا چوريا ۽ انهن نازڪ عضون جي مدد سان جيترو ٿي سگهيو اوتري ڪوشش وٺي پنهنجا گڏه ٿيلهين سان پري ٻاهر نڪري ، شڪ کي متائڻ لاءِ متس ڪاٺ ون وجهي ، شهر جي طرف روانو ٿيو . انڪان اڳ نڪرڻ سان دستور موجب ڌاڪن وانگر سم، سم، جو آواز ڪري دروازو بند ڪري ويو ڇو ته ان دروازي کي کولڻ ۽ بند ڪرڻ لاءِ اهوئي رستو هيو ، جنهن رستي دروازو کلي ۽ بند ٿي سگهيو پئي . وري جڏهن اندر گهرڻ وارو اهي لفظ چئي دروازو کولي اندر پيو وڃي ته ازخود گهرڻ سان دروازو بند پيو ٿئي . فقط نڪرڻ وقت ساڳئي دستور مطابق پڪارڻو پيو پوي .

الغرض غريب علي بابا ان اشرفين کي ڪٺي نهايت هوشياري ۽ سان گهر پهتو ۽ سڀني گڏهن کي جاءِ اندر داخل ڪري ڪٺي دروازو بند ڪيو . گڏهن تان ڪانيون

لاهي سڀ اشرفين جون ٿيلهيون کولي پنهنجي زال اڳيان ڍير ڪري ڇڏيون، هن جي زال ايترو سارو سون ڏسي ڀهريائين ته حيران ٿي ويئي شايد هن ائين سمجهو پئي ته منهنجي خاوند ايترو سون چوري ڪري آندو آهي . ليڪن جڏهن علي بابا کيس تمام سر گذشت بيان ڪيو . تڏهن مس مس کيس تسلي ٿي ۽ انهن اشرفين کي ڏسي گلن ۾ نه پيئي سمائي ۽ انهن کي ويٺي ڳڻڻ . انهيءَ تي علي بابا کيس چوڻ لڳو ته :-

پياري ! ڪيترو وقت ڳڻيندي رهندينءَ !! ” مان هڪ کڏ کوٽيان ٿو تنهن ۾ هيءَ سڀ اشرفيون پوري ڇڏ ! “

مگر سندس زال چيو تـه سائين ” مان ان جو اندازو ڪ ڻ چاهيان ٿي . “ علي بابا چيو ! توهان جي مرضي . ليڪن خبردار !! اهو راز هرگز ڪنهن اڳيان ظاهر نه ڪجانءِ نه ته جيل جي هوا کائڻي پوندي !!

چنانچه علي بابا جي زال تارازي وٺڻ لاءِ پنهنجي ڏير قاسم جي گهر وجي انجي زال کان تارازي گهري ، قاسم جي زال پنهنجي دل ۾ سوچيو نه ڏسڻ گهرجي ، ته علي بابا جي گهر ڪهڙي شيءِ تارازيءَ ۾ توري ٿي وڃي .

ان خيال سان چالاڪ عورت علي بابا جي غريب زال کان نظر بچائي ان تارازيءَ جي پڙ هيٺيان ميڻ هڻي ڇڏي

تانڪ جڏهن تارازي واپس آهي تہ خبر پوي تہ ڪهڙي شيءِ جو وزن تي رهيو هو •

مطلب تہ علي بابا جي ڀي سمجهہ زال تارازي کڻي پنهنجي گهر آهي سيني اشرفين کي تورڻ لڳي • ۽ علي بابا ڪڏ ڪوڙڻ ۾ مشغول ٿي ويو • ان ڪانپوءِ ٻنهي زال مڙس گڏ جي جڏهن سڀ اشرفيون پوري ڇڏيون ، تڏهن علي بابا جي زال اها تارازي قاسم جي زال کي واپس ڏيئي آئي ۽ تڪڙ ۾ ڪجهہ بہ خيال نہ ڪيائين •

حالانڪ هڪ اشرفي تارازيءَ جي پڙ هيٺيان چمبڙي پيئي هئي • قاسم جي زال جڏهن اشرفي تارازيءَ کي لڳل ڏٺي تہ ساڙ ۽ حسد وچان جلي خاڪ ٿي ويئي ۽ سوچڻ لڳي تہ علي بابا ايتريون ساريون اشرفيون ڪٿان آنديون آهن جو گهڻ کان بہ وڌيڪ هيون جنهنڪري تارازيءَ ۾ تورڻ جي ضرورت پيئي •

نيٺ جڏهن انجو شوهر قاسم شام ڪانپوءِ دوڪان بند ڪري دستور موجب گهر آيو • تہ سندس زال ڳالهيون ڪندي ڳالهين ۾ ڪيس چيو تہ توهان پاڻ کي خوه مخواه امير خيال ڪندا آهيو • حالانڪ توهانجو ڀاءُ علي بابا توهان کان وڌيڪ امير آهي جو تہ توهان اشرفيون ڳڻي ڪري رکندا آهيو • ليڪن علي بابا جي زال انهن ڪي

توري ڪري رکندي آهي ۔

قاسم تعجب ۾ پيئي پڇو تہ توکي اھا خبر ڪٿا پيئي !
تنھن تي سندس زال علي بابا جي زال جي اچڻ ۽ تارازي گھرڻ خواه اشرفيءَ جي حاصل ڪرڻ جي سربستي ڳالھ ڪري ٻڌائي ۔ ۽ چالاڪيءَ سان حاصل ڪيل اشرفي بہ کيس ڏيکاري ۔ جنھن تي اڳئين بادشاه جو نشان ھو ۔
قاسم کي بہ حسد وگھان ساري رات ننڊ ڪانہ آئي ۔ آخر صبوح ٿيڻ تي ھو پنھنجي ڀاءُ جي گھر ڏانھن ويو ۽ انکي چيائين تہ توھان پنھنجو پاڻ کي مفلس غريب بين اڳيان ظاھر ڪندا آھيو ۔ جيتوڻيڪ اوھان جي ھي حالت آھي جو اش فيون بہ توري رکو ٿا !

انھيءَ تي علي بابا کيس چيو تہ مان اوھان جي ڳالھ سمجھي نہ ٿو سگھان تہ اوھان ڇا ..... فرمائي رھيا ھيو ۔
تنھن تي قاسم چيو تہ افسوس جي ڳالھ آھي جو " تون مونکي بيوقوف بڻائي رھيو آھين " !! انئين چئي تارازيءَ واري اشرفي کيس ڏيکاري چيو ھن قسم جون ھزارين اشرفيون اوھان وٽ موجود آھن ۔ علي بابا اشرفي ڏسي سمجھي ويو تہ منھنجي حال جي خبر شايد قاسم ۽ سندس زال کي پئجي ويئي آھي ۔

ھاڻي انھن کان ڳالھ لڪائڻ پاڻ سان دشمني ڪرائڻي

آهي ۔ تنهنڪري علي بابا کيس سموري حقيقت بيان ڪري ٻڌائي ۔ جا ڳالهه ٻڌي قاسم علي بابا کي چيو ته جيڪڏهن اوهان مونکي اهو خزانو نه ٻڌائيندا ته مان مجبور ٿي وڃي سموري ڳالهه شهر جي ڪوتوال کي ٻڌائيندس ۔ اهو نه صرف اوهانجون سموريون اشرفيون ضبط ڪندو ۔ بلڪ توهان کي به سزا ڏيندو !!

انهيءَ تي مجبورن علي بابا کي سمورو واقعو پنهنجي ڀاءُ اڳيان پيش ڪرڻو پيو ۔ نه پر ايترو بلڪ انجو پورو پورو پتو به کيس ٻڌائڻو پيو ۔ ارانسواءِ دروازي کلڻ ۽ بند ٿيڻ جا گر مکي اکر به ٻڌايا ويا ۔

الغرض قاسم هي حال ٻڌي ڏهه خچر ساڻ ڪري علي بابا جي ڏنل ڀتي تي روانو ٿي ويو ۔ ۽ ان پهاڙ جي ويجهو پهچي چيو ته کل سم ، سم ، سم ته فورا دروازو کلي پيو ۔ قاسم جڏهن انجي اندر داخل ٿيو ته دروازو حسب الدستور بند ٿي ويو ۔ لالچي قاسم اندر لڪيل روپين جون اشرفيون ۽ مال و اسباب ڏسي حيران ٿي ويو ۔ ۽ سموري سامان کڻڻ لاءِ ٿيلهيون ڪلي دروازي جي پرسان رکيون ۔ دل کولي هن سامان پاڻ ساڻ کڻي جڏهن دروازي وٽ پهتو ته اچانڪ اهي گرمکي لفظ سم ، سم ، سم وارا وسري ويس ۔ پوءِ ته انجي بجاءِ ٻيو ڪيترائي لفظ استعمال

ڪرڻ لڳو مگر دروازو نہ کليو نہ کليو شايد ڪيس لالچ جو نتيجو ڏسڻو هو ۔

آخر حيران و پريشان ٿي هڪڙي طرف ڪان انهيءَ غار جي منهن وٽ ويهي پنهنجي حافظي تي زور ڏيڻ لڳو منجهد ڪان اڳـــ ڌاڪو لڻ پهاڙ جي ويجهو آيا ۔ ۽ اتي خچرن کي ڏسي حيران ٿي ويا ۔ واقعي حيران ٿيڻ جهڙي ڳالهہ هئي جو قاسم غفلت ڪري انهن خچرن کي ڪين ٻڌو هو ۔ خير ڌاڪن بہ وڌيڪ انهيءَ ڳالهہ تي زور ڪين آندو ڇو تہ بذات خود ڌاڪي هئا ۔ جنهنڪري انهن ڪوبہ خيال نہ ڪيو ۽ گهوڙن تان لهي دروازي جي طرف هليا ، دروازي وٽ پهچي سندن سردار دستور موجب اهي ساڳيا لفظ استعمال ڪيا تہ دروازو کلي پيو ۽ سڀ جو سڀ انهيءَ اندر داخل ٿيا ۔ قاسم تہ انهن جي اچڻ جو آواز سمجهي ويو هو تہ هيءَ ڌاڪو اچي رهيا آهن انهيءَ ڪري خوف کان زمين تي ڪري پيو ڇو تہ ڪبس پڪ هئي تہ هي ڌاڪو ضرور مونکي ماري ڇڏيندا ۔ آخر ايئين ئي ٿيو قاسم ڀڄڻ جي ڪئي مگر هڪڙي ئي ڌاڪوءَ اهڙي تہ ٺلوار ڦهڪائي ڪيس جو پورا ٻہ ٽڪر ٿي پيو ۔ پوءِ انهن ٿيلهين کي جو قاسم دروازي جي ويجهو ڪري رکيون هيون ۔ تنکي پنهنجي جڳهہ تي رکي اهو ويچار ڪرڻ لڳا

تہ هيءَ ماڻهو آيو تہ ڪٿان آيو جيڪڏهن دروازي کان اچي ها تہ ضرور ٻاهر بہ نڪري وڃي ها • ڇو تہ جنهن لفظ ڇوڻ تي هي اندر داخل ٿي سگهي پيو • تنهن لفظ ڇوڻ سان نڪري بہ سگهي پيو • ڇو تہ ڪيس پنهنجي جان بہ پياري هئي •

آخر اها فيصلي واري ڳالهہ انهن جي سمجهہ کان ٻاهر وئي جنهنڪري انهيءَ لاش کي ڪٽي ڇار ٽڪر ڪري بہ غار جي طرف ۽ ٻہ اهيءَ طرف ٽنگا ڪيا • تاڪ ٻين کي عبرت حاصل ٿئي ، ۽ ڪوئي بہ ماڻهو آئينده هيڏانهن اچڻ جي جرئت نہ ڪري سگهن • دروازو بند ڪري جنهن طرف کان آيا هئا تنهن طرف ڏانهن گهوڙن تي چڙهي روانا ٿي ويا •

هوڏانهن جڏهن سانجهيءَ تائين قاسم گهر نہ پهتو • تہ انجي زال ڪافي انتظار کانپوءِ ڏڪندي ” علي بابا “ جي گهر آئي ۽ چوڻ لڳي تہ قاسم هن وقت تائين گهر نہ پهتو آهي • خدا نخواستہ هن جي مٿان ڪوئي حادثہ نہ ٿي ويو هجي • توکي تہ انهيءَ جهنگل جو پتو آهي • تنهنڪري خبر تہ وٺي اچ •

علي بابا ظاهري طرح تہ ڀاڄائي کي تسلي ڏني تہ ” هو، هوشيار ماڻهو آهي ، خيال نہ ڪر پنهنجو پاڻ پهچي ويندو• “

” فڪر چوني ڪرين ! “

ليڪن دل ۾ چيائين ” ته قاسم جو خير ناهي ، ضرور ڪجھ نه ڪجھ مصيبت ان متان آئي آهي . جو هن وقت تائين گھر ڪونه آيو آهي .

قاسم جي زال اڌ رات تائين پنهنجو خاوند نه ڏٺو ته گھبرائجي ٻاهر نڪري ” علي بابا “ جي گھر آئي . ۽ علي بابا کيس چيو ته ” هاڻي صبح جو ڏنو ويندو ، “ ” هن وقت ڇا ٿو ٿي سگھي . “ قاسم جي زال ان ڳالھ جي ڪري شور وغيره به نه پيئي ڪري سگھي . ويچاري لاچار نيٺ جيئن تيئن ڪري رات گذاري ۽ دل ۾ چوڻ لڳي ته ” مان علي بابا جي متان ساڙ نه ڪانوان ها ته هوند هيءُ مصيبت پيش نه اچي ها . “ اهو سڀ منهنجي ” حسد ۽ ساڙ جو نتيجو آهي . “ صبوح جي وقت وري علي بابا وٽ ويئي . ۽ وڃي چيو ته خدا جي واسطي پنهنجي سڳي ڀاءُ جي خبر لهي اچو ته هن وقت تائين ڇو نه آيو آهي ؟

نيٺ علي بابا حسب الدستور گڏه ڪاهي جهنگل جي طرف روانو ٿيو . جڏهن غار وٽ پهتو ته خون جو نشان ڏسي ڏڪي ويو . قاسم جي خچرن کي به اتي ڪونه ڏٺائين . آخر غار جي طرف ڏسڻ ڪانپوءِ پنهنجي ڀاءُ جي لاش جا ٽڪر ڏٺا . مگر هي ڇا ڪري سگھي پيو .

مجبورا انهن ٽڪرن کي گڏه تي مٿان ڪاٺين وجهي لڪائي پوءِ خود سم، سم ڇٺي غار جي شاهي محل اندر داخل ٿيو ۽ اتان اشرفين جون ٿيلهيون گڏهن تي ڪٺي مٿان نالي ماتر ڪاٺيون رکي شهر ڏانهن روانو ٿيو . گهر پهچي اهي سڀ اشرفيون پنهنجي زال جي حوالي ڪري چيو ته تون انهن جي سنڀال ڪر ، ” مان اجهو آيس ! “ ۽ خود انهيءَ گڏه کي جنهن تي قاسم جو لاش پيل هو سو ڪٺي قاسم جي گهر آيو .

دروازي کي کڙڪايائين ته اندران مرجينا نالي شريف و جميل حسينه خاتون و جنت الحور فدائي نار برائي نام نوڪرياڻي ٻاهر نڪري آئي . علي اهو لاش انجي حوالي ڪري چيو ته انجي دفن ڪرڻ جو فڪر ڪريو مان اجهو اهي تنهنجي مالڪياڻي کي اطلاع ڏيئي اوهان جي مدد لاءِ اچان ٿو . ايئين چئي علي بابا پنهنجي ڀاڄائيءَ وٽ ويو. ۽ انکي قاسم جي موت جو اطلاع ڏنو ۽ چيو ته هاڻي تقدير الاهي جي سامهون ٻيو ڪوبه چارو ناهي . جو خدا کي منظور هو سو ٿي چڪو هاڻي بهتري انهيءَ ۾ آهي ته انهيءَ راز کي لڪايو ؟ ۽ ايام عدت گذارڻ بعد مونسان شادي ڪجو ، منهنجي ” زال اوهان سان حسد نه ڪندي ۽ توهان سان نهايت سٺي نموني هلت هلندي ۽ بذات خود مزي

سان زندگي گذاري سگهنديۃ ! "

قاسم جي زال روئي ڏيو تہ هاڻي مان توهان جي خلاف ڪري ڇا ٿي سگهان ؟ جو توهان چاهينديۃ سو مان ڪنديس تہ-وهان ٻ-ي فڪر رهو اهو راز ! راز ئي-ي رهندو !! ۽ دم حياتيء تائين فاش نہ ٿيندو !!! اهو ڏئي روئڻ ۽ پٽڻ ۾ مشغول ٿي ويئي ، ۽ علي بابا ٻاهر اچي مرجينا کي پنهنجي ڀاءُ جي دفن ڪرڻ متعلق ڪجهہ هدايتون ڏيئي پنهنجي گهر هليو آيو ۰

علي بابا جي گهر وڃڻ کانپوءِ مرجينا بازار ڏانهن ويئي ۽ حڪيم کان اها دوا ورتائين جو آخرين وقت مريض کي ڏيندا آهن ۰

حڪيم :- مرجينا کان پڇيو ! تہ توهان جي گهر ڪير بيمار آهي ؟

مرجينا :- حڪيم صاحب ! منهنجو آقا ڪيترن ڏينهن کان وٺي سخت بيمار آهي ۰ نہ ڪجهہ کائي ٿو نہ ڪجهہ پيئي ٿو ۽ نہ وري ڳالهائي سگهي ٿو !

ان سان گڏ مرجينا سرد آه ڀري چيو تہ -

حڪيم صاحب منهنجي " آقا کي شايد انهيء دوا کائڻ سان فرحت اچي الائي نہ !! "

هوڏانهن علي بابا انتظار ۾ هو تہ جنهن وقت قاسم جي

گهر روئڻ ۽ پٽڻ جو آواز اچي ته وچي شريڪ ماتم ٿيان .
هيڏانهن مرجينا حڪيم کان دوا وٺي هڪ" خياط مصطفى"
جي دوڪان تي ويئي ، جنهن جو پيشو بالعموم ڪفن دفن
جيو انکي چياٽين توهان ۾ هڪ ڪم آهي . بشرطيڪ
توهان منهنجي گهر تائين اکين کي پٽي ٻڌي ڪري هلو ،
مگر هن پٽي ٻڌڻ کان انڪار ڪيو .

نيٺ مرجينا هڪ اشرفي کيس هٿ ۾ ڏني ڇو ته لالچ
هڪ بري بلا آهي ، هن اشرفي ڏسڻ سان منظور ڪيو ته
مان توهان سان گڏ اکين کي پٽي ٻڌي هلڻ لاءِ تيار
آهيان . چنانچه مرجينا ان جي اکين کي پٽي ٻڌي ۽ انکي
هڪ اونداهي جاءِ ۾ وٺي آئي جتي قاسم جو لاش رکيل هو.
چيائينس ته هن جي ماپ جو هڪ ڪفن سبو هڪ ٻه اشرفي
بطور انعام اوهان کي ڏني ويندي ، فڪر نه ڪريو .

غرض ته " مصطفى " درزيءَ جلدي جلدي ڪري
اونداهيءَ ۾ هڪ ڪفن ان جي لاش مطابق جڏهن تيار
ڪيو . ته مرجينا هڪ وڏيڪ اشرفي انکي ڏيئي ۽ انجي
اکين کي پٽي ٻڌي ساڻ ڪري کيس دوڪان تي ڇڏيو ،
ان بعد " مرجينا " لاش کي پنهنجي هٿن سان غسل ڏيئي
ڪفنايو ۽ خوشبوءِ وغيره لاهي خود ئي محلي واري مسجد
جي پيش امام کي وٺي آئي ، علي بابا پنهنجي رشتيدارن

۽ محلي وارن جي مدد سان گڏجي قاسم جي جنازي نماز پڙهي ۽ انکي قبرستان ۾ دفنايو .

قاسم جي زال ڏاڍو رني ۽ پٽي بطور همدرديءَ جي محلي واريون خواه رشتيدار عورتون به هن سان گڏ ماتم ۾ شريڪ ٿيون .

الغرض علي بابا چاليهن ڏينهن تائين پاڻ جي ماتم ۾ ويٺو ۽ آخر عدت جي ڏينهن گذرڻ بعد قاسم جي زال سان نڪاح ڪيائين . علي بابا جو فرزند و ارجمند نيڪ سيرت و صالح حسين و جميل نوجوان هڪ مشهور معروف واپاريءَ سان گڏ رهندو هو . انهيءَ کي علي بابا گهرائي قاسم جي دڪان تي ويهاريو . تاڪ ڪاروبار ۽ تجارت کي سر انجام ڏيئي سگهي .

علي بابا جو نيڪ سيرت فرزند جو امور تجارت کان چڱيءَ طرح واقف هو . تنهن پنهنجي چاچي جي دڪان کي چڱيءَ طرح سنڀاليو . بلڪ ونند ڏينهن اندر ئي اندر پنهنجي ڪاروبار کي ترقي ڏني .




# ( باب ٻيو )

## • چاليهن چورن جو حال •

---

هاڻي انهن ڌاڙيلن جو حال ٻڌو ـ جو حسب معمول هڪ ڏينهن وري پنهنجي غار ۾ آيا ـ ته سڀ ڪان پهريائين قاسم جو لاش نه ڏسي سخت حيران ٿيا پوءِ اندر وڃي ڏٺائون ته خزانو به ڪجهه قدر گهٽيل هو ـ اهو ڏسي ڏاڍو گهٻرائجي ويا ۽ انجي سردار چيو ته ان ڳالهه جو پتو لهڻ ٿي گهرجي ته ڪير لاش کي کڻي ويو آهي ۽ ڪيتريون ساريون اشرفيون ڪنهن ڪنيون آهن ـ اگر انجو تدارڪ نه ڪيو ويو ته پوءِ ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن اسانجي ڪمائي لٽجي ويندي ـ تنهنڪري مناسب هي آهي ـ ته اسان مان هڪ هوشيار ۽ چالاڪ ماڻهو پتو لڳائي ـ تاڪه انکي ان جرئت ۽ گستاخيءَ جي پوري پوري سزا ڏني وڃي ، اهو ٻڌي انهن مان هڪ ڄڻي پنهنجو فرض سمجهي کڻ ذمي کنيو ۽ چيو ته " مان ان مڪار جو پتو حاصل ڪندس ـ ۽ انجي تلاش ۾ پنهنجي جان تائين قرباني ڏيندس "

الغرض صبح جي وقت جڏهن اڃان اونداهي ئي هئي ته اهو ڌاڙيلو شهر ۾ داخل ٿيو ـ سڄي شهر جا دڪان سواءِ

ھڪ جي بند ھئا ۽ جو دوڪان کليل ھو سو پيرسن مصطفيٰ درزيءَ جو ھو. ڏاڪو انکي اسلام عليڪم چئي پڇيو تہ ھن اونداھيءَ ۾ توھان سبڻ جو ڪم ڪيئن ٿا ڪريو. ان جواب ڏنو تہ.

خدا جي فضل سان منھنجي اکين جي روشنائي ايتريقدر تہ تيز آھي جو اڃان نورائي ڏينھن مس گذريا آھن تہ مان ھڪ اونداھيءَ ڪوٺيءَ ۾ وڃي ھڪ مرد جو ڪفن سبيو آھي. ڏاڪو اھو ٻڌي ڪجھ ڇرڪيو ۽ خيال ڪيو تہ خدانخواستہ انھيءَ لاش جو ڪفن نہ ھجي. جو اسان غار جي سامھون ڦٽو ڪيو ھو. اھو سوچي ڏاڪو فورن ھڪ اشرفي مصطفيٰ درزيءَ کي ڏني ۽ چيو تہ اگر توھان سونکي ان جاءِ جو پتو ڏيو يا بذات خود ھلي ڏيکاريو تہ مان اوھان جو شڪر گذار رھندس."

مصطفيٰ جواب ڏنو تہ ادا! ھڪ عورت ان جاءِ تائين منھنجي اکين تي پٽي ٻڌي وٺي ويئي ھئي ۽ وري پٽي ٻڌي ان دوڪان تائين ڇڏي ھلي وئي. ھاڻي مان انھيءَ حالت ۾ ڪيئن ان جاءِ جو صحيح يا درست پتو ٻڌائي سگھندس.

ڏاڪوءَ چيس تہ مان تنھنجي اکين تي پٽي ٻڌان ٿو ۽ تون خيال ڪري انھيءَ رستي جي طرف ھل ۽ جنھن جاءِ ۾ تون داخل ٿيو ھئين انھيءَ دروازي وٽ بيھ. منھنجو

يقين آهي، تہ ان طريقي سان جاء جو پتو ملي ويندو ۽ مان توکي انهيءَ تڪليف جي برعڪس ٻي ٻہ اشرفي ڏيندس . نيٺ مصطفيٰ لالچ ۾ اچي اکين تي رومال ٻڌائي ان ڌاڙيلن سان گڏ انهيءَ رستي سان هليا ، ۽ پنهنجي ياداشت جي مطابق ٺيڪ قاسم جي گهر وٽ بيهي چيو تہ اها عورت مونکي هن جڳهہ وٽ وٺي آئي هئي .

ان ڌاڙيل اتي مصطفيٰ جون اکيون کوليون ۽ انکان جاء جي مالڪ جو پتو پڇيو تہ هي جڳهہ ڪنهن جي آهي. مصطفيٰ درزيءَ جڏهن لاعلمي ظاهر ڪئي تہ تڏهن ڌاڙيل انکي موڪل ڏيئي خود چاڪ سان نشان ڪيو . تاڪ پنهنجي سردار کي وٺي ان جاء جو پتو ٻڌائي ، نيٺ انهيءَ ڌاڙيل جهنگل ۾ وڃي پنهنجي سردار کي سمورو واقعو بيان ڪري ٻڌايو .

"مرجينا" ڏاڍي عقلمند ۽ هوشيار عورت هئي اتفاق سان ڌاڙيل جي پهچڻ کان اڳ ڪنهن ڪم سان گهر کان ٻاهر ويئي هئي . جڏهن واپس آئي ۽ گهر ۾ گهڙڻ لڳي تہ ان جاء جي دروازي تي چاڪ جو نشان ڏٺو ۽ سمجهيائين تہ ضرور ڪونہ ڪو معاملو آهي . هيءَ ڪنهن دشمن جي حرڪت آهي ، اهو سوچي هن سڀني محلي وارن جي جاء تي انهيءَ قسم جو نشان ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ ڳالهہ جو

ڪنهن سان به ذڪر ڪين ڪيائين ۔

هوڏانهن اهو ڌاڙيل جاءِ ڏيکارڻ لاءِ پنهنجي سردار کي شهر ۾ وٺي آيو ۔ جڏهن انهيءَ محلي ۾ آيا ته انهن سڀني جاين تي ساڳيا نشان ڏٺا ۔ انهيءَ حالت ۾ اها گهربل جڳهه ڳولهي نه سگهيا ۔ لاچار ٿي شهر کان جهنگل ڏانهن واپس ويا ۔ ڌاڙيل کي ٻين ڌاڙيلن جي سامهون سخت شرمندگي سان ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پيو ۔ ۽ سردار کيس ناڪامي تي ڪافي سزا به ڏني ، ۽ پوءِ ٻين جي طرف منهن ڪري مخاطب ٿي چيو ته ”جو توهان مان ان چور جو پتو آڻي ڏيندو انهيءَ کي گهڻو انعام ڏيندس.“ اهو ٻڌي هڪڙو ڌاڙيل اڳتي وڌي پنهنجي سردار کي سلام ورائي چيو ته حضور سائين ” مان اوهان کي چور جو درست پتو وٺي آڻي ڏيندس ۔“ پوءِ پنهنجي سردار کان موڪلائي مصطفيٰ درزيءَ وٽ آيو ۽ انکي اشرفي ڏيئي بدستور سابق ڌاڙيل وانگر هنجي اکين تي رومال ٻڌي گڏ هليو ۔ اهو درزي هنکي ٺيڪ قاسم جي جاءِ وٽ وٺي آيو ۔ نيٺ ڌاڙيل ان جاءِ تي ڳاڙهو نشان ڪري جهنگل جي طرف ويو ۔ ۽ پنهنجي سردار کي ساري ڳالهه ٻڌائي چيو ته مان دشمن جو پورو پورو پتو حاصل ڪيو آهي ۔ هلو ته اوهانکي به ڏيکاريون ۔

" مرجينا " پهرين نشان ڪانپوء ٻيتيڪ هوشيار ٿي وئي هئي انهيء جو جاء تي ڳاڙهو نشان ڏٺو ته ساري محلي جي ڄاڻن تي به ڳاڙهو نشان ڪيو ۔

هوڏانهن جڏهن اهو ڏاڪو پنهنجي سردار ۽ ٻين ڏاڪن کي جاء ڏيکارڻ لاء وٺي آيو ته ڇا ڏسي ! وچ !! ته سڀني سڄي محلي جي جاين تي نشان لڳا پيا آهن ۔ اهو ڏسي هي ڏاڪو به اڳئين ڏاڪؤ وانگر گهربل جاء لهي نه سگهيو ۽ پنهنجي همراهن جي سامهون شرمندگيء کان منهن مٿي نه ڪري سگهيو ۔

ان جي سردار جهنگل ۾ واپس اچي انکي به سخت سزا ڏني ۔ آخر سردار خيال ڪيو ته اهو ڪم ٻين کان ٿي نه سگهندو تنهنڪري خود کي ڪرڻ گهرجي اهو سوچي بذات خود شهر جي طرف تشريف فرمان ٿيو ۔ ۽ ڀهريائين هي به مصطفي درزيء جي دڪان وٽ پهتو ۔ ۽ هنکي ٢ ٣ اشرفيون ڏيئي حسب الدستور سابق ڏاڪؤ مثل ان سان گڏ همراه ٿي هليو ۔ هن سردار کي به ساڳئي نموني نيڪ قاسم جي جاء وٽ بيهاريو ۔

ليڪن ڏاڪن جي سردار جاء کي نشان ڪرڻ بدران ٻگيء طرح دل ۾ جاء جو نقشو اتاري ڇڏيو ، ۽ پوء جهنگل ۾ واپس اچي پنهنجي ساٿين کي چيو تـه ماڻ

چڱيءَ طرح ان جاءِ کي سڃاڻي آيو آهيان . هاڻي جيترےقدر اشرفيون ۽ سامان انجو کڻي سگهو . اوتري قدر پاڻ سان خچر ساڻ ڪريو . ازانسواءِ ڏم تيل جا خالي مگر هڪ ڏم تيل جو ڀريل هجي ڇو ته خالي ڏمن ۾ اوهان کي بند ڪرڻو پوندو .

نيٺ سردار جي حڪم مطابق ڏاڪن ٿوري دير اندر جڏهن اهي سڀ شيون مهيا ڪيون ته پوءِ انهن کي چيائين ته هڪ هڪ تيار ٿي هن ڏم ۾ ويهي رهي . ازانسواءِ انهن کي اهو به سمجهايائين ته اوهان سڀ ڪــي پنهنجي چور جي جاءِ تي وڃي ويندس ۽ رات به اتي دشمن وٽ بسر ڪنداسين . پر اهو خيال هجيؤ ته جنهن وقت مان آوز ڏيان ته هڪدم ڏمن مان نڪري اچجو ۽ ان دشمن کي قتل ڪري سندس سمورو مال خچرن تــي پارسل ڪري کڻي وڃجو .

اها تجويز سڀني ڏاڪن قبول ڪئي . انهن سڀني ڳالهين ڪانپوءِ سردار سڀني ڏاڪن کي ڏمن ۾ ويهاري خچرن تي کڻي باقي جو تيل جو ڏم هيو تنهن مان تيل ڪڍي ٻين سڀني ڏمن کي لاهي انهيءَ ڏم کي خچر تي کڻائي ٻين خچرن کان اڳ ڪري علي بابا جي گهر ڏانهن روانا ٿيا . اتي پهچي دروازو کڙڪايائون اتفاق علي بابا حويليءَ جي

دروازي وٽ ڇهل قدمي ڪري رهيو هو . ان ويس ۾ بابا کهڙو ڪم اهي ؟

ڊاڪن جو سردار جو هن وقت تيل جي واپاريءَ جي ويس ۾ هو . هن چيو ته " مان ميران پور ڳوٺ جو ويٺل آهيان شهر ۾ تيل وڪڻڻ آهيان هاڻي جيئن ته شام ٿي ويئي آهي ، ۽ ٻي ڪنهن هنڌ وڃي نٿو سگهان . جيڪڏهن توهان مهرباني ڪري سگهو ته ؟ اڄ اوهان جو نهايت مشڪور رهندس."

علي بابا از راه ڪرم ۽ انساني همدردي خواه اخلاقي فرض سمجهي انکي رات گذارڻ لاءِ اجازت ڏني ۽ خچرن سميت علي بابا جي حويليءَ اندر داخل ٿيو . علي بابا هڪ ڪمرو انکي ڏيئي ڇڏيو ۽ پرسان واري دالان ۾ انجا دم رکائي ڇڏيا ۽ اصطبل ۾ سيني خچرن کي موڪلي ڇڏيو . پوءِ پنهنجي نوڪرياڻي کي سڏي چيو ته هي اسانجو خاص مهمان آهي . انجي لاءِ سنو کاڌو تيار ڪيو ۽ هڪڙي غلام کي چيائين ته انهن خچرن کي داڻو پاڻي چڱي طرح ڏجانءِ.

وري مرجينا کي چيائين اسانجي هن محترم مهمان جي چڱي خاطر داري ڪجو . مان صبوح جو غسل خاني ۾ ويندس تنهنڪري منهنجي لاءِ ڪپڙن جو جوڙو ڪڍي رکجاءِ ۽ صبوح جو پيئڻ لاءِ شورمو به رات جو ئي تيار

ڪري چاڙهجانءِ ۽ پاڻي به گرم تيار ڪري رکجانءِ ائين
چئي علي بابا پنهنجي ڪمري ۾ وڃي سمهيو. ۽ هو سردار
اصطبل جي طرف پنهنجي خچرن کي ڏسڻ خاطر ويو ۽
وري پوءِ اتان تيل جي دٻن ڏانهن آيو ۽ هر هڪ جي
قريب وڃي چيائين ته هوشيار رهجو مان اڄ رات جو ايندس
مرجينا ٻه ٽي بتيون سميت سانس گڏ هئي. جڏهن هو سڀني
سامان جو جائزو وٺي چڪو ته پوءِ پنهنجي سمهڻ واري
ڪمري ڏانهن ويو ۽ مرجينا کي چيائين ته هاڻي تون به
وڃي آرام ڪر. بذات خود بتي گل ڪري سمهي پيو. ۽
دل ۾ خيال ڪيائين ته ذرا ٿوري دير لاءِ سمهڻ گهرجي
ڇو ته اڄ رات ڪا پوءِ پنهنجو ڪم ڪرڻو آهي. مرجينا
به اڪيلي ڇڏي هلي آئي. علي بابا جي لاءِ هڪ جوڙو
ڪپڙن جو ڪڍي عبدالله جي حوالي ڪيو ۽ خود شوربو
چلهه تي چاڙهي ڪجهه دير لاءِ سمهي پيئي ايتري ۾ چاه
جا سڀ چراغ وسامي ويا اتفاق انهي ڏينهن گهر ۾ به تيل
ڪونه هو.

عبدالله :- ڇيو مرجينا گهٻرائين ڇو ٿي سوداگر جا
ڪيترا دٻا تيل جا آهن وڃي اتان ڪجهه تيل ڪڍي اچي
بتيون ٻار؟

مرجينا :- عبدالله جي چوڻ مطابق برتن ڪڍي تيل

ڪن لاءِ جيئن اندر دالان ۾ قدم رکيو ته ٻرمن مان ٻاڪن
چو آواز آيو ته ڇا اسانجي ٻاهر نڪري اوڻ جو وقت اڃي
ويو ڇا ؟ مرجينا پهه ٻائين ته ڇرڪجي ويئي نبت دل هڏي
مرداڻو آواز ڪري ڪين ٻيائين ته اڃان ڪجهه دير صبر
ڪريو . باقي جو آخري ٻرم تيل جو هو انمان تيل ڪئي
سڀ ٻتيون ٻاري بورچي خاني ۾ آئي اتي هن ويچار ڪيو
ته هي شايد سڀ ڌاڪو اهن ۽ هو سندن سردار آهي . ضرور
منهنجي آقا کي مارڻ لاءِ سنيري آيا اهن . تنهنڪري ڇو نه
انهن سڀني کي مارڻ گهرجي . اهو خيال ڪري هڪ ديڳ ۾
ڪئي ٻلهي تي رکي تيل ڀريل ٻرم مان ڪڍي تيل ڪئي
ديڳ ۾ وجهي هيٺيان باه ٻاري ٿوري ئي وقت اندر تيل
تپي ڳاڙهو ٿي ويو ۽ ٽهڪڻ لڳو . تڏهن هن اتان اهو تيل
ڪئي هر هڪ ٻرم ۾ وڌئي وجهندي . جنهن جي ڪري
سڀ جوان ٻرمن اندر ئي جلي ڀسم ٿي ويا . انهيءَ ڪم
کان فارغ ٿي بورچي خاني ۾ سمهي پيئي . ۽ خود انهيءَ
حڪم جو انتظار ڪرڻ لڳي ، ڏسان ته هاڻي انهن جو
سردار ڪين ڪهڙو ٿو حڪم فرمائي يا طرز عمل
اختيار ڪري .

هڪ ڪلاڪ کانپوءِ هو جاڳيو هن هيڏي هوڏي ڏٺو
ته چئني طرفن کان اونداهي ئي اونداهي لڳل هئي . آواز

ڏنائين ته نڪري اچو ، ليڪن ڪوئي به نڪ ي ڪونه آيو ، هن سمجهو ته شايد سيني کي ننڊ اچي ويئي آهي . تنهنڪري هو خود ٻرمن جي پرسان ويو . مگر هڪي هر هڪ ٻرم مان سڙيل مرده جي بوء اچي رهي هئي . جنهنڪري دماغ ڦاٽي رهيو هو .

جڏهن هن ڏٺو ته سڀ دوست سڙي خاڪ ٿي ويا آهن تڏهن خود حويليء جي ڇت تپي ڀڄي هليو ويو . مرجينا گهڻي دير تائين ڍاڪن جي سردار جي انتظار ۾ هئي ته ڇا ٿو ٿئي مگر سردار ته ظاهر ئي ڪونه ٿيو آخر سمجهي ويئي ته شايد ڀڄي هليو ويو . وري جو هن جي ڪمري کي خالي ڏٺو ته ڪيس پوري پوري پڪ ٿي ته هو چورن جو سردار هو جو ڀڄي ويو . نيٺ هيء به بي فڪر ٿي سمهي پيئي صبوح ٿيڻ تي علي بابا غسل خانه ۾ ويو جڏهن غسل خاني کان واپس آيو تـه ٻرمن کي موجود ڏسي مرجينا کان پڇيائين ته سوداگر اڃان تائين اتي آهي ؟ هن جواب ڏنس !

خدا تعاليٰ اوهان کي هزار ورهيه زنده ۽ سلامت رکي هو سوداگر نه هو ، پر چورن جو سردار هو . مونسان گڏ هلو ته مان اوهان کي سڀ ڪجهه ڏيکاريان علي بابا ٻرمن ۾ ڍاڪو ڏسي حيران ٿي خدا جا شڪر ادا ڪرڻ لڳو ۽

مرجينا ھہ کيس سموري ماجرا بيان ڪري ٻڌائي تہ ڪئن مان تيل ڪڙهي لاهہ ويھي جتي هنن جو راز فاش ٿي ويو آخر ڏل ٻڌي اهڙا انهن سڀني جو ڪم تمام ڪري وڌو آهي • باقي بذات خود سردار پنهنجي جان بچائي باغ کان نڪري ويو آهي •

علي بابا اها ڳالھہ ٻڌي مرجينا کي چيو تہ مرجينا منهنجي جان تون ئي بچائي آهي نہ تہ اج مان موت جي شڪار ۾ هوس • مان تنهنجو نهايت شڪر گذار آهيان هاڻي گهر جي ڪي توکي ڪهڙو هنجيڻي •

مرجينا چيس آهي ڳالهيون تہ بعد ۾ ڪجو پهرئين تہ هنن لاشن کي دفن ڪري ڇڏيو • ڇو تہ سج اڀرڻ وارو آهي • ائين نہ ٿيو ڪو جي ٻي ٿئي • نيٺ علي بابا ۽ سندس غلام عبدالله مرجينا سميت ٽيئي گڏجي باغ ۾ هڪ ڪوهہ جيڏي کڏ کوٽي سڀني لاشن کي انهيءَ ۾ ڦٽو ڪري مٿان مٽي وجهي ڇڏيائونس ۽ باقي انهن جي هٿيارن خواهہ خچرن کي آهستي آهستي غلام جي هٿ وڪڻائي ڇڏيائين•

هاڻي ڊاڪن جي سردار جو حال خيال سان ٻڌو تہ اوهان کي سموري حقيقت معلوم ٿي ويندي • البت سو پنهنجا خيال ٻڌڻ ۾ لڳائي ڪنهن حقيقت يا فلمي خيال کي اکين سامهون رکي تصور ڪندا هلندا تہ اوهان جي

اڳيان صحيح صورت ڌاڪن جـــي سردار جـي تصوير بڻجي ايندي .

حاصل مطلب ! هو علي بابا جو محل ڇڏي پنهنجي جان بچائي سڌو جهنگل ۾ ويو ۽ اتي پنهنجي ناڪاميءَ تي ايترو ته پشيمان ٿيو جو جنهن جي ڪا حد نه هئي . آخر افسوس ڪرڻ مان ڪيس ڪجهه به حاصل ٿي ڪين رهيو هو. تنهنڪري بدلي وٺڻ لاءِ عهد و پيمانه ڪري . ان خزانه مان قيمتي سامان ڪٺي سڌو شهر ۾ آيو جتي هڪ به دوڪان خريد ڪري مالڪي خواجه حسن سڏائي ڌنڌو ڪرڻ لڳو . اتفاقن سندس دوڪان جي سامهون علي بابا جي فرزند جو دوڪان هو . هونئن به سردار [ ڌاڪو ] پنهنجي پرسان وارن دوڪاندارن سان سٺي نموني با اخلاق طريقي سان پيش اچڻ لڳو . ايترو نه پر انهن سان برادري تعلقات به رکيائين . انهن سڀني ڳالهين هوندي سندس دوستي علي بابا جي پٽ سان زياده ٿي ويئي . وري جڏهن خبر پيس ته هي منهنجي دشمن جو پٽ آهي . پوءِ ته وڌيڪ ان سان تعلقات رکيائين ايستائين جو ڪيس دعوتون به ڏيڻ لڳو . تاڪ انجي گهر اچڻ وڃڻ به شروع ٿئيس ۽ بدلي وٺڻ جو به ڪيس سٺو موقعو مليس .

هڪ ڏينهن علي بابا جي پٽ به خواجه حسن کي

دعوت ڏيڻ چاهي . مگر انجي جاء ڪجهه ننڍي هئي . انهيء ڪري پيء کي عرض ڪيائين ته انکي پنهنجي جاء اندر دعوت ڏيڻ جي اجازت ڏيو . علي بابا پٽ جو عرض قبول ڪري ڇيو ته جيئن ته سڀاٽي جمعو آهي تنهنڪري پنهنجي دوست کي سير و تفريح ڪرائيندو هتي وٺي اچيس ته آءٌ چڱي طرح خدمت چاڪريء لاء ڪوشان رهندس . تون ڪوبه خيال نه ڪر .

ٻئي ڏينهن علي بابا جو پٽ نقلي خواجه حسن کي سير و تفريح جي خيال سان سڌو گهر جي دروازي وٽ اچي بيهاريو پاڻ اندر ويو . مردانو ڪمرو کولي هن کي زوري اندر وٺي هليو ويو . حالانڪ خواجه حسن کي ته اهڙو موقعو گهربو هو . سو ته ظاهري انڪار ۽ پڪائي ڪرڻ لڳو آخر اندر وڃي وينو . علي بابا جي پٽ ڳالهين ڪندي کيس چيو : ” ته هي ڪمره منهنجي محترم والد صاحب جو آهي . جڏهن کان تنهنجي منهنجي دوستي بابت حضرت والد صاحب ٻڌو آهي . انهيء ڏينهن کان وٺي اوهان جي ديدار لاء مشتاق آهي . سو مهرباني ڪري کيس ديدار ڪرم نصيب ڪرايو ته شڪريه “ ؟

پهرياٽين ته خواجه حسن علي بابا سان ملڻ لاء انڪار ڪيو . مگر دوست جي اصرار ڪين ڇڏيو . تنهنڪري

مجبورن علي بابا سان ملاقات ڪرڻي پئي . علي بابا سائس اخلاص ۽ محبت سان پيش آيو ۽ کيس چوڻ لڳو تہ منهنجي پٽ اوهان جي ڪافي تعريف ڪئي آهي واقعي توهين تعريف جي لائق آهيو . مان پاڻ ان ڏينهن کان اوهان جي ماڻ لاءِ مشتاق هوس جو نيٺ خداوند ڪريم ديدار نصيب ڪرايو . خواجہ حسن بہ علي بابا اڳيان شوق ملاقات ظاهر ڪئي . ڪجهہ دير ويهڻ کانپوءِ اجازت گهريائين مگر علي بابا کيس اجازت ڪانہ ڏني ۽ ڪافي زور ڀريو . نيٺ وري خواجہ حسن صاحب چيس تہ محترم صاحب مان بي نمڪ کاڌو کائيندو آهيان سو اهڙو کاڌو اوهان وٽ شايد نہ هجي تنهن تہ علي بابا چيس تہ توهين بي فڪر رهہ اهڙو ئي کاڌو اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪيو ويندو . ائين چئي علي بابا مرجينا وٽ ويو کيس ٻڌائيس تہ اهڙي نموني هيو بہ بي نمڪ کاڌو تيار ڪر تنهن تي مرجينا پڇيس: ” تہ آقا اهو کاڌو ڪنهن جي لاءِ تيار ٿي رهيو آهي .“ انهيءَ تي علي بابا چيو تہ ڪنهن جي لاءِ بہ هجي تنهنجو ان ۾ ڪو بہ واسطو نہ وجي . تون اسانجي مهمان خواجہ حسن صاحب لاءِ بي نمڪ کاڌو تيار ڪر .

مرجينا ويچار ڪرڻ لڳي, تہ اهو وري ڪهڙو مهمان آهي جو اسان جي آقا جو نمڪ کائڻ نٿو گهري ، سو کاڌو

تيار ڪري عبدالله کي ساڻ وٺي سمورو ڪاڏو مهمانن
کي مرداني ڪمري ۾ پهچائي آئي . هنکي اِتي اچا ۾ وڌيڪ
خيال ٿي پيئو ته شايد هيءُ اهو ئي چورن جو سردار آهي
جيڪو ڪجهه وقت اڳ سوداگر جي روپ ۾ اسان وٽ
مهمان ٿيو هيو . وري جو جڏهن پاسي اندران ڪيس خنجر
ڏسڻ ۾ آيو تنهن ۾ ته اُڃا باقي پڪ ٿيس ته هي منهنجي
آقا جو دشمن آهي . تنهنڪري ڪجهه خيال رکڻ گهرجي .
علي بابا جو مهمان سان گڏ کاڌي کائڻ بعد ميز
جي طلب ٿي جو هڪدم ميوي جون پليٽون حاضر خدمت
ڪيون ويون ازانسواءِ هڪ شراب جي بوتل ٽن گلاسن
سميت ميز تي رکي مرجينا ڪنهن بهاني سان پرسان واري
ڪمري ۾ وئي . هيڏانهن خواجه حسن دل ۾ خيال ڪيو
ته علي بابا کي مارڻ جو اهو تمام سونو وجهه آهي .
تنهنڪري ڪيس قتل ڪري هن باغ کان پڇي وڃجي
جيڪڏهن سندس فرزند به ڪجهه چوي ته پوءِ انجو به
ڪم تمام ڪري ڇڏجي . مرجينا ان جي منهن مان سموري
ڪيفيت معلوم ڪري ورتي چو ته سردار ڌاڙيلن جي نيت
خراب ٿي ڏسڻ ۾ اچي . انهيءَ ڪري هن خيال ڪيو ته
چو نه انهيءَ کي ماري پنهنجي آقا کي نجات ڏيارجي .
ايئين چئي عبدالله کي سڏ ڪري چيائين ته اڄ مهمان کي

ناچ ۽ راڳہ ڏيکاري چو نہ سندس دل خوش ڪئي وجي • تنهنڪري تون طبلو کڻ پاڻ مزدانہ ڪپڙا ڪري انهيءَ ڪمره ۾ اچي ناچ ڪرڻ ۽ عبدالله طبلو وڄائڻ لڳو • ناچ ڳاني جي محفل گرم ڏسي چڪي هئي • ۽ هي ايترا تہ خوش ٿي رهيا هئا • ڄڻ جنت جو سير ڪري رهيا هئا •

مرجينا ڳانو ڳائڻ لڳي ڳڏيندي ڳڏيندي پنهنجي ڪمر مان خنجر ڪڍڻ لڳي ، وري اهو ئي خنجر پنهنجي بغل ۾ دٻائي رهي هئي ، تہ وري انهيءَ خنجر جي نوڪ پيٽ تي رکي ڊانس ڪري رهي هئي ۽ ڪڏهن تہ بنهي هٿن سان خنجر پڪڙي نچڻ پئي لڳي •

الغرض خنجر سان هن اهڙو تہ ناچ ڪري ڏيکاريو جو آڳ يون ڏندين پنجي ويون • جڏهن مرجينا ناچ ڪري چڪي هئي تہ هن هڪ هٿ ۾ خنجر کي پڪڙي ڳائڻين وانگر علي بابا جي اڳيان انعام حاصل ڪرڻ لاءِ ويجهو ويئي • علي بابا انکي هڪ اشرفي بطور انعام ڏني وري انجي پٽ ڏي ساڳئي نموني ۽ ناز ڀري رفتار سان ويئي تنهن بہ کيس اشرفي انعام ۾ ڏني انکان پوءِ مهمان خواجہ حسن جي طرف نگاہ ڪرم ڪئي انعام حاصل ڪرڻ لاءِ ساڳئي طرح خنجر هٿ ۾ ڪري خواجہ صاحب ڏي ويجهو ويئي •

خواجہ صاحب تہ اڪــــ ٿي سمجهي ويو تہ ضرور ٽيون نمبر وارو انعام ڏيڻ جو منهنجو آهي ۽ مون ڏانهن ايندي تنهنڪري اشرفي ڪيڻ ۾ مشغول ٿي ويو . هوڏانهن مرجينا هنکي اشرفي ڪيڻ ۾ مشغول ڏسي هڪدم خنجر سان اهڙو تہ وار ڪيو جو هڪ ٿي ڌڪ لڳڻ سان نفتي خواجہ حسن صاحب جو روح پرواز ٿي ويو .

علي بابا ۽ سندس فرزند مرجينا جي انهيءَ حرڪت تي ڏاڍا حيران ٿيا ۽ غصي مان چيائونس :" تہ اي بدبخت عورت تون خواه مخواه اسانکي مصيبت ۾ ڦاسائي ڇڏيو" مرجينا " آقا هي حرڪت مون صرف اوهان جي جان بچائڻ خاطر ڪئي آهي . ڇو تہ اوهان جي جان پنهنجي جان کان عزيز اٿم . مهربانــــي ڪري اوهان پنهنجي دشمن کي چڱيءَ طرح تہ سڃاڻو تہ هي آهي ڪير . پوءِ مون تي ٻي ڏوہ خون ڪرڻ جو الزام رکو . پهريائين اوهين هن جي ڪمر اندر ڏسو تہ برابر زهر آلوده خنجر پيل آهي يا نہ ؟ انکانپوءِ مرجينا کين سموري حقيقت ڪري ٻڌائي تہ جڏهن اوهان مونکي ٻي نمڪ ڪاڌي تيار ڪرڻ لاءِ چيو هو تہ انوقت مونکي شڪ ويٺو تہ اهو وري ڪهڙو مهمان آهي جو اسانجي آقا جو نمڪ کائڻ نٿو چاهي . جڏهن مون کيس ڏٺو تڏهن هڪدم سهي ڪري ورتو تہ هي اهو تيل جو

واپاري ۽ چورن جو سردار آهي جو آقا کان بدلي وٺڻ لاءِ توهان جي فرزند سان راه و رسم پيدا ڪري هن جاءِ تائين پهتو آهي ."

آخر جڏهن علي بابا کي پوري پوري پڪ ٿي ته پوءِ هن مرجينا جو بي حد شڪريہ ادا ڪيو ۽ انکي ڀاڪر پائي چيو ته مان توکي اڄ کانپوءِ آزاد ڪيو ۽ وري پنهنجي پٽ جي طرف مخاطب ٿي چوڻ لڳو ته جيڪڏهن منهنجو فرزند آهين ته پوءِ هن سان نيڪاح ڪر ڇو ته انهيءَ جي ڏاهپ ۽ عقلمنديءَ ۽ سياڻپ خواهہ چالاڪين جي باعث زنده بچا آهيون نه ته نه جيڪر موت جي حوالي هجون ها . هن ڪيترا دفعا اسانجي حياتي بچائي آهي . ۽ خواجہ حسن جي توسان دوستي صرف منهنجي قتل ڪرڻ لاءِ هئي .

الغرض علي بابا جو فرزند مرجينا سان شادي ڪرڻ لاءِ راضي ٿيو ۽ علي بابا ، عبدالله ۽ مرجينا ۽ پنهنجي پٽ جي مدد سان خواجہ حسن عرف چورن جي سردار کي پنهنجن ساٿين سان گڏ انهيءَ باغ واري کڏ ۾ دفن ڪري مٿان مٽي وجهي هميشه لاءِ سندن نالو نشان گم ڪري ڇڏيو . انهيءَ کان فارغ ٿي علي بابا پنهنجي پٽ جي شادي ڌام ڌوم سان مرجينا سان ڪئي ڪيترن ڏينهن تائين

تمام شهر اندر دعوتون ٿينديون رهيون ازانسواءِ ناچ گاني جون محفلون گرم ٿينديون رهيون .

علي بابا جنهن ڏينهن کان قاسم جو لاش ان غار مان آندو هو تنهن ڏينهن کان وٺي هن ان طرف ڪڏهن به وڃڻ جو خيال نه ڪيو . ليڪن هڪڙي ڏينهن هو پنهجي گهوڙي تي سوار ٿي جهنگل ۾ ويو ۽ ڪل جا سم، سم، سم چئي " غيبي خزانه " جو دروازو کولي جڏهن اندر داخل ٿيو ته هن ملڪيت کي اهڙي ئي نموني ڏٺو . جيئن اڳ ڏٺو هيائين ڪيس پڪ ٿي ته هاڻي ڌاڪن مان ڪوبه ڪونه بچيو آهي جيڪڏهن انهن جو ڪوبه ساٿي هجي ها ته هوند ضرور ڪجهه نه ڪجهه سان ڪٺي وڃي ها آخر هو پنهنجي گهوڙي تي ٿوري ڪيتريون اشرفيون کڻي گهر آيو . ان بعد پنهنجي فرزند کي به ان غار وارو راز ظاهر ڪري ٻڌايو . جنهنڪري ٻئي پيءُ پٽ انهيءَ " غيبي خزاني " سان بي بها دولت حاصل ڪري پنهنجي زندگيءَ جا ڏينهن عيش و آرام سان گذاريندا رهيا .

تمت البير

---

اداره
مولوي محمد عظيم
شاهي بازار شڪارپور سنڌ .
ملڻ جو هنڌ :- سنڌ جا سڀ ڪتب فروش

# خوشخبري

# قلبي اج

دفعہ ٻيو (مصنف بادام ناتوان ) هديہ ۰۰- ۱۵

تصوف جي دنيا ۾ موحوم بادام ناتوان جو تحرير ٿيل ڪتاب بنام (قلبي اج) اوهان لاءِ روحاني ، جسماني، اخلاقي محبتي، شربتي ۽ حڪمتي دنيا جو جام ثابت ٿيندو- اداري جي طرفان ڪيترا سال اڳ شايع ٿي ناياب ٿي ويو. اسان هن ظلم جي معاشري جتي دل جي بينائي ختم ٿيل ماحول، خانداني - دولت جي حوس- برادري، حسب نسب. جي آڙ ۾ دلين جو قتل عام جهڙن حالتن کي ڏسي دوباره شايع ڪري رهيا آهيون. اميد تہ پڙهندڙ کي هڪ بهترين جاڻ سان گڏو گڏ سندن روحاني - حڪمتي ۽ محبتي دنيا جو هڪ لطف ڏيندر ڪتاب ثابت ٿيندو اج ئي خريد فرمايو.

## ٻيدل فقير

نهايت خوشيءَ جو اظهار آهي تہ ٻيدل فقير جو مشهور رسالو ڊسمبر ۱۹۳۱ع ۾ پهريون دفعو ڇپيو هو . ان بعد وري ٻيهر اسان ڇپايو آهي.

رسالي جي اندر ٻيدل فقير جي سوانح حيات سان گڏ سندس زندگيءَ ۾ پيش ٿيل واقعات ڏنل آهن. ان ڪانسوءِ سندس سمورو ڪلام جو نچوڙ جو صوفيانو آهي سو ڏنل آهي. بقول ( مست مقيم ) فقير جي، گوٺو رسالو بلڪل هو بهو ڇپايو ويو آهي.

هي رسالو ناظرين ڪرام جي پڙهڻ وٽان آهي . اميد آهي تہ هن رسالي جي مطالعي مان ٻيدل فقير جا مريد ياخصوصا صوفيت سان تعلق رکندڙ ۽ عوام الناس کي چڱو لطف حاصل ٿيندو.

اميد تہ گهڻي کان گهڻا عاشق سالڪ هن ڪتاب کي خريد ڪري اسان جي همٿ افزائي ڪندا.

اداره : مولوي محمد عظيم ڪتب خانہ شڪارپور سنڌ

## پر مسرت آواز

# بخاري شريف

مصنف: مولانا دين محمد وفائي (مرحوم)

في جلد قيمت ۰۰-۱۶ روپيه

حديث جي مشهور و معروف ڪتاب بخاري شريف جا چار حصہ تيار آهن. انشاءالله جلد ٻيا حصه به تيار ٿي ايندا.

امام بخاري رحه رڳي محنت کان پوءِ محبوب رب مشرق و مغرب جي فرمان کي قلمبند ڪري مسلم امت مٿان اهڙو احسان فرمايو جنهنکو احسان اسان قيامت تائين نه لاهي سگهنداسين.

فرمان به اهڙو رشد و هدايت جو چشمو، انسانن کي اپيل ٿي ڪجي ته پڙهي عمل ڪري، دل کي چراغ وانگر روشن ڪن.

اداره

مولوي محمد عظيم

شاهي بازار شڪارپور سنڌ

ملڻ جو هنڌ:

نشاط نيوز ايجنسي شاهي بازار، جيڪب آباد

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، کُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياچوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنی e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) کا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جٺن جٺن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽجاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج necessity unavoidable سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)